


محمد عمر چنڊ هينئر نيوزيلنڊ ۾ مقيم آهي. هو ضلع سانگهڙ تعلقي ڄام نواز علي خان (اڳوڻي سنجهوري) جي ننڍون آباد ڳوٺ ۾ ٢١ سيپٽمبر ١٩٤٤ع تي ڄائو. ابتدائي تعليم ننڍون آباد ۽ ڪنڊياري ۾ ورتائين. ميٽرڪ جو امتحان ٽنڊي ڄام جي هاءِ اسڪول مان سال ١٩٦١ع ۾ پاس ڪيائين. ٻه چار سال تعليم جا ميدان بدلائيندي، سروري اسلاميه ڪاليج هالا مان انٽر آرٽس ١٩٦٦ع ۾ ٻهرين پوزيشن سان پاس ڪيائين. بي اي سال ١٩٦٨ع ۾ فرسٽ ڪلاس ۾ ڪيائين. انٽر ونگ ايڪسچينج (اوڀر ۽ اولهه پاڪستان جي پرڳڻن ۾ ڏي وٺ) جي رٿا هيٺ ١٩٦٨ع ۾ ڍاڪا يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي ڊپارٽمينٽ ۾ داخل ٿيو، جتان ١٩٧٠ع ۾ ايم. اي. انگريزي ادب ۾ پوزيشن سان ڪيائين. سال ١٩٧١ع ۾ ٻهريائين سروري اسلاميه ڪاليج هالا ۾، پوءِ ڪجهه وقت گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ انگريزي پڙهايائين. ٻهرئين جنوري ١٩٧٢ع کان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي آڇ تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن ۾ پڙهائڻ لڳو. ١٩٧٣ع ۾ آمريڪا جي اليناءِ يونورسٽيءَ (Illinois University) ويو، جتان ايم. اي. ٽيچنگ آف انگلش انز اي سيڪنڊ لينگوج (Teaching of English As a Second Language) ۾ ڪرڻ کان پوءِ پي. ايچ. ڊي. جو ڪورس شروع ڪيائين، پر مالي پريشانيءَ جي ڪري، ان کي اڌورو ڇڏي، ايران ۾ رايل ايئر فورس ۾ ١٩٧٥ع کان ١٩٧٩ع تائين انگريزي پڙهايائين. ڪجهه وقت وطن ۾ رهڻ کان پوءِ وري ١٩٨٠ع ۾ عراق ۾ موصل يونيورسٽيءَ ۾ پڙهايائين. ١٩٨٢ع ۾ واپس وطن اچي سنڌ يونيورسٽي ۽ سنڌ ائگريڪلچر يونيورسٽي ٽنڊي ڄام ۾ پڙهايائين. سال ١٩٨٥ع کان ١٩٩٨ع تائين بروناءِ دارالسلام ۾ پڙهايائين.

هن کان اڳ "لسانياتي ڄاڳرافي ۽ ٻوليءَ جون آراڏايون"، "Using Question-Answer Techniques" ۽ "Counting the Blessings of Allah"، فساد تي انگريزيءَ ۾ ڪتاب "Don't Spread Violence on the Earth"، روزن تي ڪتاب "Fasts As Ordained Before you" جنهن جو ملئي زبان ۾ ترجمو پڻ ٿيو، "حلال ۽ حرام" تي ڪتاب "Halal & Haram" ٻارن تي ٿيندڙ ظلم تي ڪتاب "Child Abuse" ڇپجي چڪا آهن، جن کي دنيا ۾ ساراهيو ويو آهي.

محمد عمر چنڊ موڪلن دوران ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن سان تفصيلي انٽرويو وٺي حرن جي تحريڪ تي انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ گهڻو ڪجهه لکيو. جنهن جو ڪجهه حصو هن ڪتاب جي شڪل ۾ پڙهندڙن جي آڏو آهي. انشاءَالله باقي رهيل ڳالهيون، جن ۾ لوڙهن جا تفصيل ۽ سورهيه بادشاهه جي آخري ڪيس جا تفصيل آهن، ايندڙ ڪتاب ۾ ڏينديون.

هن ڪتاب کان سواءِ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن جي زندگيءَ تي سندن لکيل ڪتاب پڻ ڇاپي هيٺ آهي.

دیوان ادارام مدنداس جي ڪورٽ ۾
ڪيس هلي بيجاء وارو
سرهار جو [illegible] ماڻهن تي

١. پير صبغة الله شاه ولد شاه مردان شاه
2. سليمان پٽ جيئندو
3. ولي محمد پٽ پيروز
4. بچل پٽ قاسم
5. اميد علي پٽ الله ڏنو

مهم
ابراهيم [illegible] خط 24 مارچ 1929 تي لکيو ويو خط پنج ڄڻن [illegible] لکيو. پير خط رام شاه جي [illegible] ڊسٽرڪٽ سپرنٽنڊنٽ پوليس کي ڏيکاريو. 9 جنوري 1930ع کان اڳ جڏهن رام شاه [illegible] [illegible] ويو جيل شاه وٽ رهيو. اهو خط رام شاه [illegible] هٿان [illegible] [illegible] جي سازش [illegible] ظاهر ڪيائين. ادارام جي ججمينٽ سيڪشن 370 [illegible] رام شاه [illegible] [illegible]

# حر تحريڪ

انگريز سامراجيت خلاف حرن جي
ڏهه سؤ ساله جنگ

*

محمد عمر چنڊ
٢٠٠٢ع

مشعل پبليڪيشنز ڪراچي

مصنف جا حق ۽ واسطا قائم

ڪتاب:
حر تحريڪ (انگريز سامراجيت خلاف سؤ ساله جنگ)
مصنف:
محمد عمر چنڊ
ڪمپوزنگ:
احمد چنڊ
ڇاپو پهريون:
۲۰۰۲ع / ۱۴۲۳هجري قمري
تعداد:
هڪ هزار
قيمت:
ٻه سؤ رپيا
ڇپائيندڙ:
علي راز شر، مشعل پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو.

ٽائيٽل: راز ناٿنشاهي

ملڻ جا هنڌ:

۱. احمد چنڊ، آر ۲۷ بلاڪ ۲۰، فيڊرل بي ايريا، ڪراچي ۷۵۹۵۰، فون ۶۳۴۹۲۱۰

۲. عبدالغفار چنڊ، ڳوٺ پراڻو نئون آباد، تعلقو ڄام نواز علي خان ضلع سانگهڙ

25/1/1885 - 18/4/56

پير صاحب پاڳارن
۽
حرن مجاهدن
جي نالي،
جن ظلم جي خلاف نه صرف
آواز اٿاريو بلڪ پنهنجي جانين جو
نذرانو پڻ ڏنو.

## فهرست



1931

1932

1933

1934 3/11/34 Haj. Moosa : from Dhaka Jail

1935

1936

# ناشر طرفان ٻه اکر

سنڌ جي ڌرتيءَ جي اها خوبي رهي آهي ته جيڪو به هتي آيو سو هن ڌرتيءَ جو ٿي ويو ۽ منجهس امن پسندي ۽ قناعت پسندي آئي. اهوئي سبب آهي جو سنڌ جي ماڻهن ڪڏهن به ٻين ملڪن تي ڪاهه يا يلغار ڪانه ڪئي. ان جي ابتڙ سنڌ جي خوشحاليءَ ۽ ساوڪ جو ٻڌي هميشه کان ٻين قومن هتي ڪاهون ڪيون. پوءِ اهي ايراني هجن، يوناني هجن، ڪي عرب يا افغاني هجن، توڙي ڊچ ۽ انگريز هجن، سڀني سنڌ تي پنهنجون قسمتون آزمايون ۽ هتان جي پر امن انسانن کي هر وقت موت جي منهن ۾ وڌو. ٻئي پاسي وري سنڌ جي جوڌن هميشه هنن پر مار طاقتن سان مقابلو ڪيو. ڪڏهن هيمون ڪالاڻي، ڪڏهن مخدوم بلاول، ڪڏهن شاه عنايت شهيد، ڪڏهن هوش محمد شيدي ۽ ڪڏهن پير صاحب پاڳاري حضرت صبغت الله شهيد جي شڪل ۾ سنڌ جي سپوتن ظالمن سان مقابلو ڪندي پنهنجي جان ڏني.

پير صاحب پاڳارن ۽ سندن مريد حرن جي قربانيءَ جي ڪري انگريز هندوستان مان ڀڳا ۽ پاڪستان وجود ۾ آيو، پر سنڌ تي وري ٻين قومن قبضو ڪري ورتو ۽ سنڌي وري به غلام رهيا، جنهن جو سبب پنهنجن جي بي وفائي ۽ غداري آهي. اڄ به سنڌ جي وسيلن تي ڏاڙو هڻي ۽ چرن وانگر چوسيو پيو وڃي. اسان جي قوم جي بدنصيبي اها آهي ته اسان جو حافظو ڏاڍو ڪمزور آهي. اسين نه رڳو پنهنجي عظيم جدوجهد ۽ پنهنجي عظيم سورمن ۽ سپوتن کي وساري ويهندا اهيون، پر ڌارين جي دهلن تي احمقن جيان نچڻ به لڳندا آهيون. پري ته نهيو پر رڳو ڪلهوڪي ون يونٽ ۽ ايم آر ڊي واري جدوجهد ۽ هلچل کي به وساري ويٺا آهيون.

تاريخ کي سهيڙڻ هڪ ڏکيو، محنت طلب ۽ جوکائتو ڪم آهي. پروفيسر محمد عمر چنڊ صاحب بيشڪ ڪيرون لهٽي، جنهن سنڌ جي حرن جي تاريخي جدوجهد ۽ هلچل جي وساريل باب کي سهيڙيو آهي. حر تحريڪ بابت اسان وٽ ڪا به جامع معلومات نه هئي، سواءِ انگريزن جي سرڪاري ۽ دشمنيءَ تي ٻڌل هڪ طرفي معلومات جي جنهن ۾ سنڌ جي هنن حريت پسند انسانن کي ڌاڙيل، لٽيرا ۽ ڀڳل ڪري ڏيکاريو ويو هو. پر جيڪي ظلم ۽ ڪلور انهن سان ڪيا ويا انهن جي اسان کي ڪا به خبر نه ڏني وئي هئي. سائين محمد عمر چنڊ صاحب ان ڳالهه جي ڪوٽ کي محسوس ڪري، پرڙيهه مان هلي، اسان جي نئين نسل جي رهنمائيءَ لاءِ حرن جي تاريخ مرتب ڪري ڏني آهي. ان سلسلي جو هي پهريون ڪتاب آهي. انشاء الله، سائين محمد عمر چنڊ سنڌ جي هن بي مثال تاريخ تي وڌيڪ ڪتاب لکندو ۽ جيڪي ڳالهيون هن ڪتاب ۾ نه اچي سگهيون آهن سي ايندڙ ڪتابن ۾ اينديون.

آخر ۾ اسين ٿورائتا آهيون عبدالغفار چنڊ، خدا داد، قلب علي، ديدار حسين ۽ غلام رسول جا، جن جي مالي ۽ اخلاقي مدد سان هن ڪتاب جي اشاعت ممڪن ٿي سگهي آهي.

علي راز شر
مشعل پبليڪيشن، ڪراچي

# پيش لفظ

انگريزن جي دؤر واري سنڌ جي تاريخ تي اڄ تائين صحيح بنيادن تي تحقيق نہ ٿي آهي. جن صاحبن انگريزن جي سامراجيت واري دؤر ۾ لکيو تن يا تہ سندن هيبت کان هڪي لکيو يا تہ انعامن اڪرامن جي لالچ تي خوشامد ڪندي لکيو. پير صاحب پاڳارن جو پنهنجي مريدن سميت انگريزن جي سنڌ تي غاصبانہ قبضي خلاف هڪ محاذ قائم هو. انگريزن جي اهلڪارن ۽ خبر رسان ايجنسين کي اها خبر هئي ۽ انهيءَ ڪري پير صاحبن ۽ سندن مريدن تي ڪرڙي نظر رکيائون. ١٨٩٦ع ۽ ١٩٤٢ع ۾ پير صاحب جن جي محاذ طرفان ڪلي مزاحمت ٿي ۽ انگريزن ان کي ختم ڪرڻ لاءِ اهي سڀ ڪارروايون ڪيون جيڪي پنهنجن مخالفن ۽ دشمنن خلاف ڪيون وينديون آهن. البت ڪيل ڪارروائين کي ملڪي ماڻهن توڙي ٻاهرين دنيا آڏو جائز ۽ قانوني جاڻڻ لاءِ سامراجي حڪومت پروپئگنڊا جا سڀ حيلا هلايا. سنڌ اندر محڪوم ذهنن تي اهو اثر ويهاريائون تہ: حر پير صاحب کي پوڄين ٿا، ڌاڙيل آهن ۽ اُوهان جا دشمن آهن. ٻاهرين دنيا آڏو پير صاحب کي هڪ باغي ڪري ويهاريائون جنهن انگريزن جي بادشاهہ جارج ڇهين خلاف بغاوت تي ڪئي. انهيءَ تناظر ۾، انگريزن خلاف پير صاحب ۽ حرن جي مزاحمت کي هن وقت تائين صحيح نموني ۾ پيش نہ ڪيو ويو آهي. ان جو هڪ وڏو سبب اهو بہ آهي جو ان تاريخي دؤر جو توڙي هن مزاحمت ۽ بغاوت جو رڪارڊ اهوئي آهي جيڪو حڪمرانن پاڻ پيدا ڪيو. ملڪي ماڻهن، خاص طرح سنڌ جي وطنيت واري جذبي رکندڙن طرفان جيڪي چيو ويو يا جو ڪجھ لکيو ويو سو منظر عام تي نہ آيو.

هن ڪتاب جي مصنف سنڌ جي پنهنجي رڪارڊ کي سامهون آڻڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي. هي انهن ڳالهين جو رڪارڊ آهي جيڪي هن مون سان ڪيون. پر خود پاڻ بہ ان دؤر جو شاهد آهي، انهيءَ ڪري سندس وضاحتن ۽ ويچارن کي خاص اهميت حاصل آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
چيئرمن
علامہ قاضي چيئر پروفيسر آفيس
سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد سنڌ
١٣ جون ٢٠٠٢ع





# مُنڍ

ڊسمبر ١٩٩٣ع ۾ سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب سان ڪيتريون ويهڪون (نشستون) ٿيون جن ۾ پير صاحب پاڳارن ۽ حر تحريڪ بابت ڳالهيون ڪيوسين. اٺويهين صديءَ جي ٻئي ۽ ٽئي ڏهاڪي ۾، ميرن ٽالپورن جي زماني ۾، جڏهن پنجاب جي سکن اتر سنڌ جي (ڪشمور سان لاڳو) مزاري علائقن تي حملا پئي ڪيا ۽ خصوصاً شڪارپور تي قبضي ڪرڻ جون رٿون پئي رٿيون تہ پير صاحب پاڳارا سائين صبغت الله شاهہ اول (تجر ڌڻي) جن پنهنجي مريدن کي سکن جي خلاف مقابلن لاءِ موڪليندا رهندا هئا. تجر ڌڻيءَ جي ملفوظات ۾ اهڙين جهڙپن ڏانهن اشارا ملن ٿا: البته انهن مقابلن جا تفصيل اسان کي في الحال معلوم ناهن. ان کان پوءِ ١٨٢٦ع ڌاري جڏهن سيد احمد شهيد ۽ سيد اسماعيل شهيد پنجاب ۽ سرحد ۾ سکن جي وڌندڙ بينڪائيءَ خلاف مهم هلائي تہ پير صاحب پاڳاري سيد صبغت الله شاهہ صاحب جن نہ رڳو پنهنجا مريد مجاهدن جي جماعت سان موڪليا پر هن جهاد ۾ سندن مڪارم الاخلاق جو سيد احمد شهيد جي ذهن تي ايترو تہ اثر پيو جو هن پاڻ پنهنجي اهلبيتن (ٻن ٻيبين ۽ هڪ فرزند) کي ٽونڪ مان گهرايو تہ جيئن اهي پير صاحب پاڳاري جي سام ۾ رهن ۽ پاڻ جهاد لاءِ اڳتي روانو ٿيو. ويساهہ ۽ پروسي جو اهو هڪ تمام وڏو ثبوت آهي جنهن جو مثال سنڌ جي تاريخ ۾ هن کان اڳ سمي سامون جهلي ڏنو هو. جناب صبغت الله شاهہ اول پاڻ جهاد جي سرگرمين کي تيز ڪرڻ جو عزم ڪيو جيڪو زندگيءَ جي وفا نہ ڪرڻ ڪري پورو ٿي نہ سگهيو. بالاڪوٽ جا مجاهد جڏهن ١٨٣١ع ۾ هوڏانهن شهيد ٿيا تڏهن پير صاحب جن هيڏانهن وفات ڪئي. ان کان پوءِ ١٨٣٣ع ڌاري شاهہ شجاع جڏهن سنڌ تي حملو ڪيو تہ سنڌ جي ٻين مجاهدن سان گڏ پير صاحب پاڳاري علي گوهر شاهہ جي مريدن ڪرڙيءَ جي ميدان ۾ لنين ڪهاڙين ۽ تلوارن سان غنيم جي توبن جو مقابلو ڪيو جنهن ۾ ڪيترا ماڻهو شهيد ٿيا. ان واقعي کي پير صاحب جن جي خليفي نبي بخش لغاريءَ پنهنجي رسالي ۾ ڪيڏارو ڳائي سنڌ جي رزميہ شاعريءَ جو هڪ زنده جاويد ڪارنامو بنائي ڇڏيو. ان کان پوءِ

جيئن ۱۸۴۳ع ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو ته سنڌ جي گهڻن خاندانن وقت جي هوا جو رخ ڏسي انگريزن جي آڏ مڃي، پر پير صاحب پاڳارن جا ساڻن اڪثر اختلاف رهيا. ان ڪري ئي انگريزن ۽ سندن عملدارن سان پير صاحب پاڳاري جي مريدن جا مسلسل مقابلا رهيا. پير صاحب پاڳاري حزب الله شاه (تخت ڌڻي) جي گاديءَ وارا پائيتاليهه سال (۱۸۴۸ع کان ۱۸۹۰ع تائين) خيرپور جي ميرن ۽ انگريزن جي عملدارن سان مقابلي ۾ گذريا. ۱۸۹۳ع کان وٺي تقريبا ۱۸۹۸ع تائين ٿرپارڪر، سانگهڙ ۽ خيرپور ۾ مارشل لا جو راڄ رهيو ۽ پير صاحب پاڳارن جي مريدن تي تمام وڏيون سختيون ٿيون، ايتري قدر جو سردار خانبهادر محمد يعقوب جڏهن سيپٽمبر ۱۸۹۸ع ۾ حيدرآباد جو ايڪٽنگ ڊپٽي ڪمشنر ۽ ٿرپارڪر جو ڊسٽرڪٽ ميجسٽريٽ هو ته هن سنڌ جي ڪمشنر کي هڪ خط لکي سفارش ڪئي ته سنڌ جي انهن علائقن ۾ جتي حر رهن ٿا مجرم قبيلي وارو ايڪٽ (ڪرمنل ٽرائبز ايڪٽ) (Criminal Tribe's Act) لاڳو ڪيو وڃي. ان ايڪٽ جو مطلب اهو هو ته جيڪو چوي ته آءٌ پير صاحب پاڳاري جو مريد آهيان يا حر آهيان ته اهو ماڻهو سندس پنهنجي چوڻ مطابق ئي مجرم ثابت ٿيو ۽ حڪومت کي حق هوندو ته ان نئين لاڳايل قانون مطابق ان ماڻهوءَ کي سزا ڏئي. ٻيو قانون اهو لاڳايو وڃي ته جيڪي ماڻهو پاڻ کي حر سڏائين ٿا انهن کي ملڪ بدر ڪري ڏورانهن علائقن ۾ سرحد، پنجاب، راجستان، مهاراشٽر ۽ دکن ۾ لوڙهن (Concentration Camps) ۾ رکيو وڃي. حالانڪ حر ڪنهن هڪڙي قبيلي سان تعلق رکندڙ نه هئا ۽ نڪي پير صاحب پاڳارن جا جيڪي مريد هئا سي سڀئي حر حڪومت جي خلاف تحريڪ يا بغاوت يا جرمن ۾ ملوث هئا. پر انهن سڀني ڳالهين هوندي به حرن تي جيڪي سختيون ٿيون تن جو مثال تاريخ ۾ نٿو ملي. قومن کي محڪوم رکڻ لاءِ انگريزن اهو طريقو اختيار ڪيو جو سندن اڳيان سر نه جهڪائڻ وارن جي "جڙ ٻچي کي ناس ڪرڻ" جي فڪر ۾ رهندا هئا. پر اهي سختين وارا ڪم انگريز پنهنجي هٿن سان ڪونه ڪندا هئا. پر پنهنجي آفيسرن هٿان ڪرائيندا هئا، جيئن سنڌيءَ ۾ چوندا آهن ته "جيڪڏهن ڪنو ڪم ڪرائڻو هجي ته ڪرائجي ڏيڄ کان." سنڌ جي ماڻهن وٽ جيڪي ننگ ناموس ۽ راهه ۽ رسم جا طور طريقا هئا، سنڌ جي آفيسرن کي انهن جي چڱيءَ طرح خبر هئي. هو وڏن توڙي ننڍن جي ڏکندڙ رڳن کان واقف هوندا هئا. هنن کي خبر هئي ته ڪهڙو وار ڪبو، ڪهڙو ڏک هٽبو جو





ڏيهي ماڻهوءَ کي ڏکيو لڳندو. ڪهڙي قسم جي گفتگو، ڪهڙي قسم جي گارگند، ڪهڙي قسم جي هلت چلت سندن کي ڏکي لڳندي. انهيءَ ڪري پنهنجي آقائن وٽان هنن کي چوٽ ڏنل هئي ته ماڻهن سان جيڪا وٽين سا روش اختيار ڪن، پر رڳو ايترو ڪن جو ماڻهن جي دلين تي انگريز جو ڌڪاءُ قائم هجي.

انهن "انصاف پسند" انگريزن کي سنڌ ۽ هند مان اهڙا عملدار ملي ويندا هئا جيڪي ذاتي فائدي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجن سان به بڇڙائي ڪرڻ کان ڪين ڪيٻائيندا هئا. انگريز پاڻ ۽ سندن چاڙتا انهن ماڻهن تي ڪرڙي نظر رکندا هئا جيڪي انگريزن جي سلامي ڀرڻ کان ڪيٻائيندا يا لهرائيندا هئا يا جيڪي حاضري ڀرڻ ۾ دير ڪندا هئا.

انگريز حڪومت جي هڪ سؤ سالن جي دوران انگريزن ۽ سندن چاڙتن جو پير صاحب پاڳارن ۽ سندن مريدن سان خصوصي وير رهيو. جڏهن انگريزن ڏٺو ته هيءُ گروهه سينو ساهي هلي ٿو ۽ انگريزن جي آڏو سندن مرضيءَ مطابق اهڙيءَ طرح آڏ نٿو مڃي جهڙيءَ طرح ٻيا ٿا مڃين يا جهڙيءَ طرح هو پاڻ ٿا چاهين ته هنن پنهنجي ڪارندن کي ڇڙواڳ ڇڏي ڏنو ته اهڙن ماڻهن سان جهڙو وٽين تهڙو سلوڪ ڪن پر ڪين آڏ مڃرائين. اهڙن عملدارن ڄاڻي ٻجهي جڏهن ماڻهن سان بي حيائيءَ ۽ نرجائيءَ وارو ورتاءُ ڪيو ته ماڻهن به پنهنجي عزت بچائڻ لاءِ انگريزن جي ڪارندن کي منهن ڏنو ۽ نيٺ مهاڏو اٽڪايو. هيڪر جو ڳالهه اٽي ته اها وڌندي رهي. حڪومت وارا جيڪي پنهنجي فخر، هٽ ۽ وڏائيءَ جي گهوڙي تي چڙهيل هئا تن جي سامهون ڪنهن عزت واري جي عزت محفوظ ڪانه هئي. جيڪي ماڻهو پنهنجي عزت جا گهورا هئا، سي جيستائين سندن وس پڄندو هو تيستائين حڪومت جي ڪارندن کان پرپرا ۽ پاسيرا رهندا هئا، پر جڏهن ڪارندا اچي ڳچيءَ ۾ ڳل پوندا هئا ته تصادم لازمي هو. سنڌ جي ان وقت جي رسم ۽ رواج مطابق هن غيور قوم ڄاتو ٿي ته مڙس جو اهو ڪم نه هو ته ڪاٺيارو ٿي، بي عزتي سهي، مڙي وڃي.

انهيءَ ڪري سنڌ ۾ انگريزن جا چاڙتا اهڙا ماڻهو هٿ ڪندا هئا جيڪي انگريزن کي نه پوڇڻ وارن جي خلاف اهڙي قسم جي پروپيگنڊا ڪندا رهندا هئا جنهن مان ماڻهو سمجهن ته هو مجرم آهن. انگريزن کي اهڙا اهل قلم هٿ اچي ويندا هئا جن کان اهو لکرائيندا هئا ته انگريز "انصاف پسند" آهي جو اسان کي

مسلمان رهڻ ڏئي تو ان ڪري ان جي خلاف جهاد ڪرڻ حرام آهي. اهڙا نالي جا عالم ۽ اهل قلم حڪومت سان مخالفت ۾ ايندڙ فردن يا قومن کي ڪافر قرار ڏيڻ لاءِ هر وقت آتا هوندا هئا. پير صاحب پاڳاري جي مريدن ۽ حرن بابت اها عام پروپيگنڊا ڪيائون ته هو پير صاحب پاڳارن کي (نعوذ باالله) خدا ڪري ٿا مڃين. جڏهن حڪومت ۽ حرن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ زور ورتو ته اخبارن ۽ ڪتابن ۾، توڙي زباني طور اهو مشهور ڪرايائون ته اهي حر نه پر لُر آهن يعني بڻ بٺياد کان چور لٽيرا، ڦورو ۽ ڌاڙيل آهن. ماڻهن کي اهو مڃائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ته جڻ حرن ۾ انسانيت ۽ مسلمانيءَ جو ڪو اڪر ئي ڪونه هو. غير سنڌين سپاهين جي ذهنن تي اهو نقش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ته پير صاحب جا مريد (حر) ڪافر آهن ۽ انهن کي مارڻ وڏي ثواب جو ڪم آهي.

وقت جا حاڪم دامين توڙي درمين، لڪت ۾ توڙي تقرير ۾، عمل سان توڙي قول سان حڪومت جي سڄي سرشتي ذريعي ڪنهن قبيلي، گروهه يا فرد خلاف، هڪڙي قسم جي پرپور پروپيگنڊا ڪندا رهن ته ان جو ٿورو يا گهڻو اثر ضرور ٿيندو پوءِ ڀلي خدا جي سڄي خلق ان پروپيگنڊا کان متاثر نه به ٿئي ته به ڪي ماڻهو ضرور اهڙا هوندا جيڪي ان مسلسل پروپيگنڊا کان ضرور متاثر ٿيندا. انگريز سرڪار جي طرفان حرن جي خلاف ٿيندڙ پروپيگنڊا به اهڙيءَ طرح پنهنجو اثر ڇڏيو. گهڻا اهڙا ماڻهو هئا جيڪي وڌيڪ تحقيق ڪرڻ بدران حڪومت جي پروپيگنڊا جي جار ۾ ڦاسي ويندا هئا ۽ حڪومت جي ڳالهين تي ويساهه ڪري ويندا هئا. ٻيا اهڙا ماڻهو به هئا جن جا ذاتي مفاد حڪومت جي مخالفن سان ٽڪراءَ ۾ هوندا هئا. اهڙا ماڻهو پنهنجي حريفن جي خلاف پڪيڙيل ڪوڙن بهتانن تي نه رڳو سادگيءَ سان ويساهه ڪري ويندا هئا، پر اهڙين ڳالهين کي هوا ڏيڻ ۾ پاڻ هڙئون، وڙئون ۽ وسئون نه گهٽائيندا هئا. انهيءَ ڪري جو پائيندا هئا ته سندن پلو انهيءَ ۾ ئي آهي.

سنڌ تي سکن جي حملن دوران يا بالاڪوٽ جي مجاهدن سان گڏجي وڙهڻ وقت، يا انگريزن سان تصادم دوران جيڪي قربانيون حرن ڏنيون تن بابت تاريخ وارن ايترو نه لکيو آهي جيترو لکڻ کپندو هو. ان ڪري ان معاملي بابت اسان کي گهڻي خبر ناهي. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته ان زماني جي انهن حريت وارين ڳالهين تي وڌيڪ تحقيق ڪئي وڃي ۽ حقيقتن کي جهل ۽ اڻڄاڻائيءَ جي





اونداهين مان ڪڍي سامهون آندو وڃي. هن وقت جيئرن مان اسان جو نسل انگريزن جي آخري دؤر جو آخري شاهد آهي. اسان کان اڳين نسلن انگريزن جي عقوبتن کي هوش حواس واري وهيءَ جي بلوغت واري زماني ۾ اکين سان ڏٺو ۽ دل سان محسوس ڪيو. موجوده نسل اهو آهي جو انگريزن جي ظلمن کي ننڍپڻ ۾ غير محسوس طور ڏٺو، پر انهيءَ زماني ۾ ٿيندڙ عقوبتون اسان جي غير شعور ۾ گهڙي ويون ۽ انهن پوائنٽن واقعن جا عڪس يا پڙلاءَ وڏي هوندي تائين اسان جي خوابن ۾ ايندا رهيا. آءٌ پاڻ حر تحريڪ خلاف انگريزن جي ڪيل ڪارروائين واري زماني ۾ ڇائس، ننپنس ۽ وڏو ٿيس. انهيءَ ڪري مون ڏٺو ۽ محسوس ڪيو ته انگريز حاڪمن ۽ سندن عملدارن ان زماني ۾ حرن سان جيڪي ڪيو سو انصاف تي نه پر ظلم ۽ زبردستيءَ تي ٻڌل هو. ان ڪري منهنجي ذهن ۾ هميشه اها خواهش هئي ته سچ کي سچ ۽ ڪوڙ کي ڪوڙ ثابت ٿيڻ گهرجي. انهيءَ ڪري ننڍي هوندي کان منهنجي ذهن ۾ اها خواهش اڀرندي هئي ته آءٌ معلوم ڪريان ته پير صاحب پاڳارن جي مريدن جو ڪردار انگريز جي اچڻ کان اڳ ڪهڙو هو ۽ ڪهڙيون حالتون هيون جن جي ڪري هزارين ماڻهو ڦاهين تي چڙهيا، مقابلن ۾ مارجي ويا يا شهيد ٿيا، ۽ لکن جي تعداد ۾ ٻارين ٻچين ڍورين ڍنگرين لوڙهن ۽ جيلن ۾ رهيا، ۽ انگريز جي هٿان سڀ اهڪايون سٺائون، عقوبتون برداشت ڪيائون، پر نڪي ڏاڍ جي آڏو آڻ مڃيائون، نڪي پنهنجي مرشد جي خلاف ٻڙڪ ٻاهر ڪڍيائون. انهن ماڻهن جي جاءِ تي ٻيو ڪو به ماڻهو يا گروهه هجي ها، ٻي ڪا به قوم هجي ها ته عين ممڪن آهي ته اهڙين تڪليفن جو ڏهون ويهون حصو برداشت ڪرڻ کان اڳئي چوي ها ته ڇا جو پير، ڇاجي ڳالهه. اسان کي جيلن ۽ لوڙهن مان ڪڍو، پوءِ اوهين ڄاڻو ۽ اهو پير ڄاڻي. اهو ڪو ازلي عشق جو الوهو جيڪو سيني اهڪاين جي باوجود هزارن لکن ماڻهن کي ثابت قدم رکيو آيو. ڌرتيءَ جي تاريخ تي نظر ڊوڙائي ڏسجي ٿو ته اهڙا ماڻهو تمام ٿورا ٿا ڏسڻ ۾ اچن جيڪي پنهنجي ويساهه تي اهڙا پڪا ۽ پختا ٿي بيٺا هجن. انهيءَ هڪ سئو رهين جي زماني ۾ جن ماڻهن کي انهيءَ امتحان مان گذرڻو نه پيو، انهن مان جيڪو پنهنجي دل تي هٿ رکي اهو ڏسي ته ڇا جيڪڏهن اهو امتحان مٿن يا سندن ڏن تي اچي ها ته هو واقعي انهيءَ امتحان مان سرخرو ٿيءَ سان پڪا پاس ٿي ڪرن ها، يا وچ پنڌ تي بس ڪري ٻان ڪري ويهن ها، ۽ انگريزن جي نظر ڪرم

هيٺ، آرام جي زندگيءَ کي ترجيح ڏين ها. انهيءَ احساس هيٺ جي ڪري منهنجي دل ۾ هميشه اها خواهش هئي ته آءٌ معلوم ڪريان ته اهي حر ڪهڙي قسم جي قوم هئا، ڪهڙي مٽيءَ مان نهيل هئا، ۽ ڇا هو سدائين ڦورو ۽ لٽيرا هئا جيئن انگريز اسان کي مڃرائڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو يا واقعي صلح پسند ماڻهو هئا جن کي انگريزن جي انهيءَ هٺ جي گهاٽي ۾ پيڙجڻو پيو هو. اهو معلوم ڪرڻ لاءِ مون ڊاڪٽر بلوچ صاحب کان پڇيو ته انگريزن کان اڳ ميرن جي زماني ۾ پير صاحب پاڳارن ۽ سندن مريدن جو وقت جي حاڪمن ۽ ٻين قومن سان ڪهڙو تعلق هو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن انهيءَ ڪڪڙي سوال جي جواب ۾ جيڪي فرمايو تنهن ۾ حرن جي پوري هڪ سئو ساله ڪهاڻي اچي ٿي وڃي. جيڪي پاڻ ڇيائون سو ان وقت وڊيو ڪيميرا تي ورتو ويو ۽ پوءِ ڪاغذ تي ڊاڪٽر معظم بلوچ ۽ مون برونا ۾ ويهي لکيو. اهو سڄو احوال هيٺ عرض رکجي ٿو. گول ڏنگين ۾ واڌارا ۽ تشريحون منهنجي طرفان آهن جيڪي مون يا ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ ٻين بزرگن جي ڪتابن ۽ مضمونن مان ورتا آهن يا منهنجي پنهنجي دل جا غبار، منهنجا پنهنجا ذاتي خيال آهن. ڏنگين کان ٻاهر وارا لفظ جيئن آهن تقريباً تيئن ڊاڪٽر صاحب جن جا پنهنجا آهن. سواءِ انهيءَ جي جو ڪٿي ڪٿي ڳالهايل لفظن کي اڳتي پوئتي ڪري جملا پورا ڪيا ويا، يا ٻر وقت ڪا ڳالهه ياد نه هئي ۽ پوءِ ياد آئي ۽ پوءِ بيان ٿي ته ان کي پنهنجي صحيح جاءِ تي رکيو ويو.

محمد عمر چند





## پير صاحبن پاڳارن ۽ سندن مريدن جا ميرن حاڪمن سان لاڳاپا

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب چيو ته:

پير صاحب پاڳاري جي خاندان جا پير توڙي ٻيا بزرگ جيڪي ٿي گذريا آهن انهن جو اسلامي معاشري، تهذيب ۽ تمدن کي وڌائڻ ۾ وڏو هٿ رهيو آهي. انهيءَ زماني ۾ اهو فرق ته هوئي ڪونه ڪو ته حاڪم جدا آهي ۽ محڪوم جدا آهي. حاڪمن جو ڪم حڪومت ڪرڻ هو. مرشدن ۽ مريدن جي سلسلن ۾ مداخلت ڪونه ڪندا هئا. پنهنجا ملڪي حاڪم سيدن پيرن جي وڏي عزت ڪندا هئا. وڏن بزرگن وٽ پاڻ لنگهي ويندا هئا ۽ وڃي سندن مريد ٿيندا هئا يا ڪائن دعا ڪرائيندا هئا، صلاح مشورو ڪندا هئا، ۽ ضرورت جي وقت ڪائن مدد طلب ڪندا هئا. صوفي سڳورا اها ڪوشش ڪندا هئا ته حاڪمن ۽ محڪومن ۾ ڪو فرق نه اچي. جيستائين پير صاحب پاڳارن جي خاندان وارا ٻين بزرگن جي پيٽ ۾ عوام کي ڏيک ويجها رهيا. جيستائين حڪمرانن جو تعلق آهي ته اسان کي ٽن دؤرن جا حڪمران نظر اچن ٿا. انهيءَ مان پهريون دؤر آهي مغل حڪومت جي پڇاڙي ۽ ڪلهوڙن جو اوائلي دؤر. ٻيو دؤر آهي ٽالپورن جو ۽ ٽيون دؤر آهي انگريزن جو. هي ٽي دؤر آهن جن کي ڏسي اسان ڪجهه اندازو ڪري سگهون ٿا ته هن گاديءَ جو وقت جي حاڪمن سان ڪهڙو تعلق هو. پهرئين دؤر بابت اسان کي في الوقت عام گهٽ معلومات آهي. سائين محمد بقا شاهه صاحب حضرت روضي ڌڻي (سيد محمد راشد صاحب) جو والد هڪ وڏو عالم ۽ عابد زاهد هو. سندن شهادت به ائين ئي جو ڪتابن جي پري مٿي تي ڪنيو پئي ويو، اڪيلو، پيرين پنڌ. ساڻن ٻيو ڪو ماڻهو سائي يا همراهه ڪونه هو. ان زماني ۾ به چور چڪار هئا. جن سائين محمد بقا شاهه کي هڙ مٿي تي ڪنيو ويندي ڏٺو ته سمجهيائون ته ڪا ملڪيت ڪٽيو پيا وڃن. ڪتابن جي ان هڙ جي ڪري ڪين شهيد ڪيائون. اها ڪلهوڙن جي دؤر جي ڳالهه آهي.

البته اسان کي معلوم آهي ته جناب محمد راشد شاهه صاحب جن جي وقت ٽالپورن ڪلهوڙن کان حڪومت ورتي. ٽالپورن سان پيرن پاڳارن جو ڪوبه

پير صبغت الله شاه جو زمانو
پير علي گوهر شاه اول جو زمانو



ذاتي ضد ڪونہ هو. الله وارن بزرگن جو اهو عقيدو هوندو آهي تہ اصل حاڪم تہ سمورن جو الله (جل شانہ) آهي؛ هي جيڪي حاڪم آهن سي زماني جا حڪمران آهن ۽ زماني جا حڪمران زماني جي سلسلي جا تابع هوندا آهن. انهيءَ نقطئہ نظر کان جناب محمد راشد صاحب جو جيڪو رويو هو سو ان مان ظاهر ٿو ٿئي جو پاڻ مير فتح علي خان کي پنهنجي هڪ خط ۾ نفس سان پيش پيو اٿن. نفس فتح علي گفت يعني فتح علي جي نفس جو چوڻ آهي تہ هيئن ٿيڻ گهرجي. يعني فتح علي طاقت جي غمازي ٿو ڪري. حالانڪ مير فتح علي خان سان نڪا سندن ذاتي ڪاوڙ هئي نڪي ڪو ساڻس ڪنهن بہ قسم جو ڪو تعلق هو. زماني جا جيڪي ماڻهو آهن سي زماني جا سلسلا پيدا ڪن ٿا. سيڪنهن جي وات پنهنجي آهي.

(انگريزن جو عام دستور ۽ سوچ ويچار جو طريقو اهو هو تہ هنن کي ڪنهن بہ قيمت تي پنهنجي بادشاهي برقرار رکڻي هئي. هنن لاءِ حڪومت قائم رکڻ جو مقصد بين مڙنئي سوچ ويچار وارين ڳالهين کان مٿي هو ۽ اخلاقي قدرن کان وڌيڪ اهم هو. پنهنجي مقصد پوري ڪرڻ لاءِ انگريز ائين ڪندو هو جو جيڪي طاقتور ڌريون هونديون هيون تن سيني سان الڳ الڳ ملي، ڪين هڪبئي جي خلاف ڀڙڪائيندو هو ۽ ويڙهائيندو هو. هن کي بہ چوندو تہ اسان توسان آهيون، هو تنهنجو دشمن آهي، اسان کي بس چئي ڏيو آهي تہ تنهنجي خلاف ڪجهہ ڪرڻ وارو آهي. هن کي بہ چوندو هو تہ اسان توسان آهيون.) پير صاحب جن کي عزت ڏيندا هئا پر مير صاحب کي پنهنجي منهن ڀيڙيندا هئا ۽ هٿي ڏيندا هئا تہ پيرن پاڳارن سان پڇڻ وارو جيڪڏهن ڪو ماڻهو آهي تہ اهو تون آهين. اهڙيءَ طرح هڪڙن کي بين خلاف سازشن ۾ استعمال ڪندا هئا. اهو خاص عداوت وارو سلسلو پير صاحب **حزب الله شاه** جي گاديءَ واري وڏي عرصي ۾ پيدا ٿيو جڏهن هڪ طرف تہ انگريزن پنهنجي پيرن ڪوڙن جون ڪوششون پئي ڪيون تہ ٻئي پاسي مير صاحب پنهنجي اثر رسوخ وڌائڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهيو هو. پير صاحب حزب الله شاه ۱۸۴۷ع ۾ گاديءَ تي ويٺو ۽ سگهوئي پنهنجي دانائيءَ سان جماعت کي منظم ڪيائين ۽ مريدن ۾ اتفاق ۽ جان نثاريءَ جو جذبو پيدا ڪيائين. اهڙيءَ طرح جماعت ۾ هڪ وڏي طاقت پيدا ڪيائين. جنهن جي ڪري انگريز سان سختيءَ وارو رويو قائم رکيائون جيڪو ان کان اڳ ڪونہ ٿي ليءِ سگهيو ۽ مير صاحب سان بہ سختيءَ وارو رويو رکيائون. اهو انهيءَ ڪري تہ هو تہ هروڀرو





ڪنهن سان مهاڏو اٽڪائجي، پر انهيءَ ڪري تہ دنياداريءَ وارن سان گهڻو غرض نہ رکجي ۽ سچ ۽ حق جي ڳالهہ تي قائم رهجي، ۽ ان ۾ ڪنهن غير الله جي ڪاڻ نہ ڪجي. ڪردار جي اها پختگي هئي جيڪا ڪائنن اڳ پير صاحب صبغت الله شاه (اول) ۾ هئي ۽ ڪائنن پوءِ وري پير صاحب پاڳاري شهيد صبغت الله شاه صاحب (ثاني) ۾ ڏسڻ ۾ آئي. جناب حزب الله شاه جو بہ اهو ساڳيو طريقو هو. جنهن جو خاص نقطو اهو هو تہ حق جي ڳالهہ تي ڪنهن جي ڪاڻ نہ ڪيڻ، سچ چوڻ تي ڪنهن کان بہ نہ هيسجڻ، پنهنجي آزاد خياليءَ کي قائم رکڻ، ۽ سمجهو تہ الله تعاليٰ تي ائين توڪل رکڻ جو جيڪو پئسو اچ آيو تہ اهو اڄ ئي خرچ ڪري ڇڏڻ، سڀاڻي وري الله ڏيندو واري اصول تي هلڻ. اهي سڀ سندن خوبيون هيون جيڪي ان زماني ۾ ٿيندڙ واقعن مان پڌريون ٿيون.

انهيءَ زماني ۾ انگريزن جي اندروني چرچ تي اهڙا واقعا ٿيا جو پير صاحب جي گاديءَ جي مخالفن جون ڪار روايون وڌيون. انهن کي ڏسي پير صاحب جي مريدن پاڻ مرادا اهڙا ڪم ڪيا جن مان هڪ پاسي تہ سندن جان نثاريءَ جا ثبوت مليا ۽ مريدن ۾ ٻڌيءَ جو جذبو پيدا ٿيو، پر ٻئي پاسي ڪن مريدن اهڙا بہ ڪم ڪيا جيڪي پير صاحب حزب الله شاه جي مرضيءَ جي خلاف ٿيا ۽ سندن ناراضگيءَ جو باعث ٿيا، ايتري قدر جو ڪيترن ماڻهن کي درگاه تي اچڻ کان منع ڪيائون. اهڙيءَ طرح گاديءَ جي عزت رکڻ ۽ گاديءَ جي مخالفن سان وڙهڻ ۽ گاديءَ جي دشمنن سان مقابلن ڪرڻ جا ڪيترا واقعا انهيءَ زماني ۾ پڌرا ٿيا. فقيرن جي جان نثاريءَ جو اهو واقعو بيان ڪجي تہ ڪيئن اڳئين ورِيام فقير بر ۾ پير صاحب جن جي دعوت ڪئي جو ان جي ڳالهہ فقيرن ۾ اجان هلندي ٿي اچي. پير صاحب حزب الله شاه صاحب سفر تي چڙهيو پئي آيو. ساڻن گڏ ڪيا ڪي ماڻهو هئا جيڪي (پاڻ تہ مريد ڪين هئا، پر ساڻن محبت، ادب ۽ لحاظ واري وات هين) انهن مان هڪڙو ماڻهو ڪو اهڙو هو جو پير صاحب جن سان هن سفر ۾ همرڪاب هو. معلوم ٿئي ٿو تہ وڏو ماڻهو هو، ان اڳي ڪا اهڙي ڳالهہ ٻڌي هئي تہ پير صاحب جا مريد پير صاحب تي اهڙا تہ عاشق آهن جو پير صاحب جن جو جيڪڏهن حڪم ٿئي تہ آسمان مان تارا لاهي اچن. سو ان حقيقت جي آزمائش جو سوچيائين. سفر ۾ ان وقت نوابشاه ۽ شاهپور چاڪر جي وچ واري بياباني پاڳي مان لنگهي رهيا هئا جنهنڪي سنمير وارو پوٺو چوندا هئا. هاڻي تہ، بئراج پوڻ کان

ءِ، اتي آباديون ٿي ويون آهن، پر ان وقت اهو علائقو صفا رڻ پٽ هو. اها ڳالهه ان ماڻهوءَ جي ٻڌل هئي ته ان پوني بيابان ۾ پاڻي ڪونهي ۽ ان کي ويجهو ڪو پاڻي آهي سو ويهه ميل پري آهي. ان وقت سفر جو ڪاروان ان پوني مان ڪهي رهيو هو. سو ان ماڻهوءَ پير حزب الله شاهه صاحب کي عرض ڪيو ته ائين اوهان جا مريد اهڙا عاشق آهن جو جيڪي چئجين سو ڪري تا ڏيکارين. ڀلا هان جي مريدن مان اهڙو به ڪو آهي جيڪو هن رڻ پٽ ۾ اوهان جي دعوت ري ڏيکاري. تڏهن پير صاحب جن چيو ته ها هڪڙو فقير آهي جيڪو اهو ڪم ندو. هن ماڻهوءَ وري به ان ڳالهه تي زور رکيو ته اسان آيا آهيون ته اهو ڏسون. هان مهرباني ڪري اهو حڪم ڏيو ته اتي دعوت رکن. پير صاحب جن وريام ير خاصخيليءَ ڏي سلام چوائي موڪليا ۽ چيائون ته سمير واري پوني جي وچ (فلاڻي ڪي فلاڻي ڏينهن) دعوت ڪريو. وچ ۾ ڏينهن به ڪي گهٽا ڪونه هئا ۽ ا وڏي مهلت به ڪانه هجي پر وريام فقير وڏي همت ڪئي جو هزارين ماڻهو ڏائي هڪ وڏو تلاءُ کوٽائي ست سؤ اٺن تي ساندارا رکي اهي ويهن ميلن جي پند وجي پاڻي پريندا آيا تان جو تلاءُ پري تار ڪيائون. طنبو اچي ويا، شاميانا اچي ، راتو رات الائي ڇا مان ڇا ڪري ڇڏيائون. اهڙيءَ طرح ان رڻ پوني ۾ شاندار وت ڪيائون جو ان ماڻهوءَ کي ته ڏندين آڱريون اچي ويون. مطلب ته اهڙا ويچ هئا. هيءُ وريام فقير جيڪو مارشال لاءِ جي زماني (١٩٤٢ع) ۾ شهيد يائون اهو ان وريام فقير جو پوٽو هو.

## اعت جي تنظيم

پير صاحب حزب الله شاهه جماعت کي نه رڳو ديني طريقي تي آندو جو کين زي، نماز، ذڪر ۽ فڪر جي تلقين ڪيائون، پر ان سان گڏ جماعت کي مجاهدانه از تي منظم ڪيائون جنهن جو مثال به اسان کي ٻيءَ ڪنهن گاديءَ ۾ ڪونه ٿو . اڪثر پيرن مريدن ۽ صوفين بزرگن جا سلسلا خليفن جي ذريعي هلندا آهن. اعت جو هر ماڻهو ان مرشد جي سلسلي جي روح جي غمازي ڪندو آهي. صاحب حزب الله شاهه پهريائين پهريائين سڄي جماعت کي جاگرافيائي طور تي م ڪيو. ان کي ٻارهن پاڳن ۾ ورهايائون جن کي "ٻارهن چوڪيون" چيائون.





انهن ٻارهن چوڪين جا مک پاڳ مقرر ڪيائون. مقصد هو ته اهڙو نظام هجي ۽ هڪ اهڙي تنظيم هجي جو ڪنهن به وقت ڪا ضرورت پوي ۽ سڏ ٿئي ته سڏ سان گڏ ٿئي. اڳتي هلي حڪومت سان جماعت جا جيڪي ٽڪر ٿيا ته انهن ۾ اها حڪمت عملي ڪم آئي. جيڪي مک هئا انهن تي اهو ڪم رکيل هو ته جيڪي جماعت جي لاءِ اهميت واريون خبرون هجن سي چوڪيءَ وارن ماڻهن کي ٻڌائين ۽ سمجهائين. (ملهار فقير چوي ٿو ته پاڳ طارق (وهائو تارن جهڙا ماڻهو) مقرر ڪيائون، جيڪي سڄي جماعت کي اهڙيون خبرون پهچائيندا هئا.)

## فرق جو بنياد پوڻ

پير صاحب حزب الله شاهه جيڪي چوڪيون قائم ڪيون سي سالم جماعت جون چوڪيون هيون. (اهو سالم جماعت وارو نالو مٿن پوءِ پيو جڏهن فرق وارا اپريا، ان جماعت کي عام جماعت ڪٺي چئجي.) ان زماني ۾، جماعت ۾ ڪي سر ڦريا اهڙا ماڻهو هئا، جن پنهنجي ليکي، پنهنجي سر، پنهنجي initiative تي بظاهر ابتا قدم ٿي کنيا. پير صاحب حزب الله شاهه انهيءَ کي ضابطي ۾ آندو ۽ ڪنٽرول (control) ڪيو. شروعات ائين ٿي جو پير سائين محمد راشد رح (روضي ڌڻي) يا صبغت الله شاهه اول مان ڪي پير صاحب حزب الله شاهه جي زماني تائين اجان جيئرا هئا، جڏهن پير صاحب جن اجان ننڍا هئا. سيني خليفن مان وڏي ۾ وڏو خليفو ڪڙئي گنهور وارو خليفو محمود نظاماڻي هو. ڪڙيو گنهور ٽنڊي محمد خان تعلقي ۾ آهي. خليفو محمود وڏو عالم ۽ درويش هو ۽ وڏي ڳالهه وارو هو. (سندس علمي ۽ ديني خدمتون تمام گهڻيون آهن.) عيد يا رجبيءَ جي موقعي تي درگاهه تي آيو. سندس وڏي عمر توڙي سندس خلافت واري درجي جي ڪري ڪيس ڪٽ وجهي ڏنائون. خليفو نبي بخش لغاري به پوءِ آيو ۽ وڏي خليفي جو پڇيائين. چيائون ته هوڏانهن ڪٽ تي ويٺو آهي. وٽس وڃي خليفي نبي بخش چيو ته "اوهان وڏا خليفا آهيو. جيڪڏهن اوهان ائين ڪندا ته ٻيا ماڻهو به ائين ڪندا. يا ته مرشد سان پيري مريديءَ وارو احترام رکجي يا ته پوءِ انهن ڳالهين کي ڪٺي ڇڏجي." خليفو محمود صاحب اها ڳالهه ٻڌي اٿيو ۽ چيائين ته "اوهان سچ ٿا چئو." ۽ انهيءَ

وقت خليفي لغاريءَ جي آڏو اها ڪٽ ڪٽائي اچلارائي ڇڏيائين، ۽ وڏي سڏ جماعت وارن کي چيائين تہ ”اها ڳالھ ياد رکجو جيڪا خليفو نبي بخش چوي ٿو.“

اڳتي هلي اهڙيءَ سوچ ويچار جي ضرورت اجان ئي وڌي وئي، اهو ان ڪري جو انگريزن جڏهن پيرن ۾ قوت وجھڻ چاهي تہ پڳدار کان سواءِ ٻيا جيڪي ويجها مائٽ هئا، انهن کي اڳتي ڪرڻ جون ڪوششون ڪيائون. (ڪي خاص ماڻھو مريدن وٽ توڙي حڪومت وارن وٽ پڳدار جي مائٽن کي اهميت وارو ڪري ڏيکاريندا هئا، ڪانيءَ ڪرامت وارو ڪري پيش ڪندا هئا تہ جيئن هڪڙا مريد پڳدار پير جي پويان لڳن تہ ٻيا مريد اهڙا هجن جيڪي ٻين پيرن جي پويان لڳن تہ جيئن مريدن جي جماعت جي ٻڌي ٽٽي پوي ۽ ماڻهن تي ڪنٽرول ڪرڻ آسان ٿي پوي.) خليفي نبي بخش جهڙن سياڻن مريدن اها ڳالھ سمجھي ورتي ان ڪري نبي بخش جي زماني ۾ ماڻهن اها ڳالھ سکي تہ پير جو احترام ڪبو. اها پڪي ڪري سمجھيائون تہ پاڳاري پڳدار جهڙو ٻيو ڪو پير ڪونهي.

خليفي نبي بخش جي جوانيءَ جي زماني ۾، پير صاحب علي گوهر شاھ جي زماني ۾، ۱۸۳۴ع ۾، شاھ شجاع پناڻن جو لشڪر وٺي سنڌ تي حملو ڪري آيو هو جنهن جو مقابلو سنڌ جي مجاهدن ڪيو. سنڌ جي آزاديءَ کي بچائڻ لاءِ مجاهدن جيڪي ڪارناما سرانجام ڏنا، اهي واقعا خليفي نبي بخش پنهنجي سُرَ ڪيڏاري ۾ ڳايا آهن. اڳي شاعر امام حسن ۽ حسين رضه جي شان ۾ ڪيڏارو ڳائيندا هئا، ۽ ڪربلا جي ميدان جو ذڪر ڪندا هئا. خليفي نبي بخش ڪرڙيءَ جي ميدان تي ٿيل جنگ جو احوال ڏنو آهي ۽ خليفي صاحب سنڌ جي شهيدن کي ڳايو آهي.

ڪرڙي ڪائي رتِ، پتہ نہ وجھي وات ۾،<br>
پڙ ۾ پهلوانن جي ويني پـرکي پت،<br>
جنين نيڻ نست، نينهن نہ لائي تن سين.

خليفي نبي بخش جي وفات کان پوءِ سندس فرزند غلام نبيءَ اها ڳالھ وڌيڪ پڪي ڪئي. غلام نبي پير حزب الله شاھ جو هم عمر هو، ننڍي هوندي پاڻ ۾ گڏ رانديون ڪندا هئا. غلام نبي اهو اصول پيدا ڪيو تہ ”سلام هڪڙي پير کي. الله هڪ آهي، رسول بہ هڪ آهي تہ پير بہ هڪ. باقي نڪو پير جو پاءُ، نڪي پير جو پٽ، نڪي ٻيو ڪو. سلام آهي تہ پڳدار کي آهي.“ هو جڏهن انهيءَ ڳالھ





کي ايترو چوٽيءَ تي ڪٺي ويو جو پنهنجي خاص سنگت جوڙيائين جن کي سمجھايائين تہ ”گاديءَ واري پير پاڳاري ۽ ٻين پيرن ۾ فرق رکڻو آهي.“ اها سنگت پوءِ ’فرق وارا‘ سڏجڻ لڳي ۽ ان ۾ وڏو واڌارو ٿيو. پير صاحب جن جماعت ۾ ڪو فرقو نهڻ جي خلاف هو. سندن خيال هو تہ جماعت هڪ هجي. پر تيستائين غلام نبيءَ اهو فلسفو فرق وارو وجھي ڇڏيو هو. جنهنجي معني اها هئي تہ ”اسان کي پير پاڳاري، گاديءَ واري ۾ (۽ سندس ٻين مٽن مائٽن يا ٻين پيرن ۾) فرق ڪرڻو آهي. بس، پير هڪ ئي آهي ان کي ئي سلام آهي.“

ڏسجي ٿو تہ اهي حالتون انگريزن سان ٽڪر هڻڻ جي ڪري ٿيون جن جي ڪري ماڻهو مجبور ٿيا تہ پنهنجي پير کي ٻين کان آراڌو، مختلف سمجھن. پير صاحب بظاهر ان اصول کي رد (condemn) ڪيو. ان ڪري فرق وارن جي ڪارروايي تي سختي ڪيائون، انهن جي ڪارروايي کي رد condemn ڪيائون، پر ڳالھ کي root out ڪونہ ڪيائون (ڳالھ جي پاڙ نہ پٽيائون). ان ڪري جو سمجھيائون تہ اهو اصول پنهنجي جڳھ تي صحيح هو. جڏهن ڏٺائون تہ هي ماڻهو جهيڙا جهگڙا ٿا ڪن تہ انهن ڳالهين کان ڪين منع ڪيائون.

(ان زماني ۾ جيئن ٻاهرين مخالفت وڌندڙ ڏسڻ ۾ آئي تيئن فقيرن وٽ ٻڌي ۽ يڪجهتي وڌي ۽ پنهنجي پير کي هو زماني جي ٻين حاڪمن ۽ بادشاهن سان پيٽڻ لڳا ۽ جهڙيون سهوليتون حاڪمن وٽ هيون اهڙيون سهوليتون پير صاحب کي مهيا ڪري ڏيڻ جا بندوبست ڪيائون. ملهار فقير خاصخيلي پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ انهن سهوليتن جو ذڪر تمام سهڻي پيرائي ۾ ڪيو آهي تہ ڪيئن جماعت پنهنجي مرشد سان هر قسم جي وفاداريءَ جو ثبوت ڏنو. دنيا ۾ ڏٺائون تہ جيڪي شهنشاھ آهن انهن جي سرن تي تاج آهن تہ هنن بہ مرشد کي تاج پهرايو جيئن ٻين شهنشاهن سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي ٻيهن... تاج بہ اهڙو نهرايائون جنهن ۾ لکين روپين جا هيرا ۽ جواهر جڙيل هئا. الغرض پنهنجي مرشد کي پوشاڪ اهڙي پهرايائون جيڪا شهنشاهن جي شايان شان هجي، سندن ڪامين کي سونين منين واريون تلوارون هونديون هيون، سندن سواريءَ لاءِ هاٿي مهيا ڪيائون. سندن دربار شاهنشاهي دربار وارو ڏيکاءُ ڏيندي هئي. سفر تي نڪرڻ وقت سندن اهڙائي شاهي بندوبست هوندا هئا جهڙا ٻين حاڪمن جا. مريدن ان

عشق ۾ پير صاحب لاءِ ڪوٽ ۽ قلعا ٺهرايا، روضا، تجرون ۽ مسجدون ٺهرايون، بنگلا، شڪارگاهه ۽ باغ ٺهرايا. انهن ڳالهين سان هڪڙي طرف مير حسد ڪرڻ لڳا، ٻئي طرف انگريزن کي خار لڳندي هئي ته ملڪ جا بادشاهه اسين آهيون، پر بادشاهي ٺاٺ وري هيءُ پير ٿو ڪري. هيءُ آهي ڪير جو اسان سان مقابلو ڪري!)
(انهيءَ زماني ۾ ڪيترا واقعا اهڙا ٿيا جن انهن فرق وارن مريدن کي ميدان ۾ آندو ۽ اهي ڪن ڏوهن جي ڪمن ۾ ملوث ٿيا.

هڪ ته پير حزب الله شاهه صاحب تي ڪو حملو ٿيو يا ڪنهن حملي جو خدشو هو. پوءِ ان سلسلي ۾ ميرن سان مهاڏو ٿيو، هالا جي مخدومن ۽ پير جهنڊي وارن سان اٽوٽٽ ٿي. انگريز ۽ سنڌس پڳهاردار اهڙن موقعن فراهم ڪرڻ جا ماهر هوندا هئا ۽ انهن ڳالهين کي استعمال ڪرڻ ڄاڻندا هئا. هنن پير صاحب جي مخالفن جي پنيرائي ڪئي جنهن تي فرق وارن جتي جتي ڪا مخالفت هئي اتي حملا ڪيا. اهي ڪم پير صاحب جي مرضيءَ ڪان سواءِ پنهنجي مرضيءَ موجب ڪندا هئا. فرق وارن هالا جي مخدوم محمد زمان صاحب تي حملو ڪيو جيڪو پاڻ ته بچي ويو، پر سنڌس خادم ميو فقير زخمي ٿي پيو. انهن فرق وارن پير پرچونديءَ وارن تي حملو ڪيو، جن جا ڪيترا ماڻهو مارجي ويا ۽ ڪي فرق وارا فقير به مارجي ويا. پير فضل الله جهنڊي واري کي به سفر جي حالت ۾ شهيد ڪيائون. ان جو ڪيس پير حزب الله شاهه تي ٿيو، پر پوءِ (پيرشهيد جي پاءُ) پير رشيدالدين صاحب العلم ڪيس جي پوئواريءَ ڪان انڪار ڪيو. ان ڪري ڪيس ختم ٿي ويو. انهيءَ زماني ۾ ٻيو وڏو ڪم اهو ٿيو آهي جو مير صاحب مير علي مراد خان کي فقيرن مان ڪنهن هڪڙي فقير، (جنهنجو نالو الله بخش سنجراڻي هو ۽ ڳوٺ ڪڇهري واهه جو ويٺل هو) تنهن وجي پستول هنيو، جيڪو مير صاحب کي لڳو ته ڪوٺ پر پوءِ ڪيس تمام گهڻو ٿيو. اها به سائين حزب الله شاهه جي زماني جي ڳالهه آهي. الله بخش سنجراڻي پاڻ مرادو پنڌ ڪري مير صاحب کي مارڻ لاءِ خيرپور ويو. اتي مير علي مراد خان پنهنجي فوجين جي چڪاس پئي ڪئي ته هن پوريءَ فوج جي سامهون مير صاحب تي فائر ڪيو. گولي مير صاحب کي ڪانه لڳي، مير صاحب بچي ويو، پيادن الله بخش سنجراڻيءَ کي بروقت قتل ڪري ڇڏيو، ان ڪان پوءِ پير صاحب جن کي قاعدي جي تڪليف پهتي، ڪجهه وقت





ڪيس حيدآباد آڻي رهايو ويو. مگر ڪيس پير صاحب تي ڪونه بيٺو ۽ پاڻ آزاد ٿي ويا.)

غلام نبيءَ کي ٿولا پيدا ڪيا هئا جيڪي ڪيس پنهنجو 'استاد' ڪري سمجهندا هئا. سنڌن اصول هو ته استاد ڪان جنهن هٿ ورتو ته ان جو سر به استاد تان قربان. جيئن استاد چوندو تيئن ڪبو. پوءِ پير صاحب ماڻهن کي منع ڪئي پر هو نه مڙيا. آخر پير صاحب انهن کي چيو ته اوهين درگاهه تي نه اچو. اوهان جي درگاهه تي اچڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي. اسين ٻاهر اچون ته اوهين زيارت ڪريو. اوهين فساد ٿا پيدا ڪريو. خلق خدا جيءَ کي ٿا اوهين ڪاريو. انهن ۾ ڪي ته وڏا وڏا چڱا ماڻهو هئا، جيئن سيد سليمان شاهه جيڪو علم وارو هو ۽ اديب ۽ شاعر هو. پير صاحب سليمان شاهه کي پاڻ وٽ گهرائي ڪيس سمجهايو ته "هيءَ ڳالهه غلط آهي، جيڪا غلام نبي ڪري پيو. اوهان انهيءَ ڳالهه کي ڇڏيو. انهيءَ ڪان مڙو." تنهن تي هن ٻانهون ٻڌي عرض ڪيو ته "سائين اسان جنهن جي سڳي ۾ اچي ويا آهيون انهيءَ ڪان ٽٽي نه سگهنداسون."

سليمان شاهه ڪوٽ لالو پڌعيدن جي پرپاسي جو ويٺل هو. هو اهڙو ماڻهو هو جو جڏهن درگاهه ڏانهن ايندو هو ته پيرين پيادو، پير اگهاڙا ڪري ايندو هو ۽ جتي ٻڌندو هو پويان، پر جڏهن درگاهه ڪان موٽندو هو ته جتي ٻڌندو هو آڏو (چاڪاڻ ته پٺيان درگاهه هئي)، جيئن بي ادبي نه ٿئي. اهو عشق محبت ۽ ادب جو نتيجو هو. سليمان شاهه پوءِ ڪلام چيو:

ڏس ڪو ڏانءُ جنهن سان توکي پرچايان

پير صاحب جن جو مقصد هو ته اهي جيڪي شرانگيز ماڻهو پيدا ٿيا آهن، سي مڙن، سڌي رستي تي اچن. پر ائين نه ٿيو. (ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن چيو ته) منهنجو پنهنجو خيال اهو آهي ته پير صاحب جن انهيءَ ته ڪنٽرول ڪيو ته هتي درگاهه تي اچي اهي ماڻهو گوڙ گهمسان نه ڪن، پر انهن کي پاڙئون ڪونه پٽيائون. انگريزن جڏهن اهي لقاءُ ڏٺا ته انهن جون اکيون کليون ته هي ماڻهو جيڪي پنهنجي پير جي حڪم تي ٿا هلن سي اسان جي ڪيئن ٻڌندا. پير صاحب حزب الله شاهه صاحب غلام نبيءَ کي چيو هو ته "تو خلق خدا جي ڪاري آهي. دوزخ ۾ ويندين." غلام نبي پنهنجي خيال وارو هو تنهن هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته

”قبلا، خدا اوهان جي زبان سچي ڪندو. پر ايترو ڪجو جو اوهان جي پويان بہ جنت ۾ هلن.“

مير صاحب تي گولي هڻڻ جو جيڪو ڪيس ٿيو يا ٻيا جيڪي ڪيس ٿيا تہ انگريزن ڀريائين خود پير صاحب ۾ هٿ وڌا. ان ۾ بهادر لغاري ۽ غلام نبي لغاريءَ جا نالا بہ ڏنائون. غلام نبي پڇي وڃي مڪي پهتو ۽ حرم جي پرسان ڪنهن هنڌ وينو هوندو هو. انگريز سرڪار هن جي غير موجودگيءَ ۾ ڪيس هلايو ۽ ڪيس غير موجودگيءَ ۾ ڦاسيءَ جي سزا ٻڌائي ڇڏيائون. غلام نبي ملڪ ڇڏي وڃي عربستان پهتو. اتي مڪي ۾ وينو هوندو هو، نمازون پيو پڙهندو هو، روزا پيو رکندو هو ۽ ٻئي ذڪر فڪر کي لڳو پيو هوندو هو، پر حج ڪونہ ڪندو هو. عرفات تي ڪونہ ويندو هو. پوءِ ماڻهو چاڻ سڄاڻ وارا پيا ايندا ويندا هئا ۽ انهن کي خبر پئي پوندي هئي تہ غلام نبي عرفات تي ڪونہ ٿو وڃي. حج ڪونہ ٿو پڙهي. رهيو مڪي ۾ پيو آهي. پوءِ پڇندا هئس تہ ائين ڇو ٿو ڪرين: پر ٻڌائيندو ڪنهن کي ڪونہ هو. نيٺ ڪو دل وارو ماڻهو آيو، جنهن کي غلام نبيءَ سان عقيدت بہ هئي، تنهن پڇيس تہ ”سائين، تون هتي مڪي ۾ وينو بہ آهين، تڏهن بہ حج جو فريضو ادا نٿو ڪرين. انهيءَ ۾ ڪهڙي مصلحت آهي.“

اِن کي جواب ڏنائين تہ ”مون ٻڌو آهي تہ حج لاءِ جيڪو عرفات تي ويندو تہ ان تان دوزخ معاف ٿي ويندو. آءٌ انهيءَ ڪري نٿو حج ڪريان تہ متان مون تان دوزخ معاف ٿي وڃي ۽ منهنجي مرشد جي ڳالهہ پوري نہ ٿئي.“

## لئنسڊائون برج ...
## ترڪي جي سلطان کي خط...

جڏهن حر تحريڪ هلي تہ ان جا گهڻا سبب هئا. اهو سلسلو جيڪو چوڪين جو هو سو پير صاحب حزب الله شاهہ صاحب پاڻ شروع ڪيو هو. هيءُ سلسلو جيڪو فرق وارو هو سو مريدن پاڻ شروع ڪيو هو. انهن سلسلن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ پير صاحب جن جو پورو خيال ۽ مقصد اهو هو تہ تيار رهجي ۽ وقت اچڻ تي انگريزن جي خلاف جهاد ڪجي. انگريزن کي بہ منجهائڻ هر وقت خطرو محسوس ٿيندو هو ان ڪري وري انهن پيرصاحب تي پابنديون وڌيون تہ هن پاسي





نہ وڃو، هن پاسي نہ وڃو. (مير علي مراد خان گهٽوئي کو پاڻ پتوڙيو، انگريزن سان سازباز ڪيائين، پنهنجي ماڻهن جي هٿان پير صاحب تي حملا ڪرايائين، پير صاحب جي ماڻهن کي مارايائين، پر پير صاحب حزب الله شاهہ ڪڏهن بہ انگريزن جي آڏ نہ مڃي، نہ مير صاحب جي آڏو هيٺائي ٻوليائين. جيڪڏهن مقابلو آهي تہ آهي.) مير علي مراد جو پنهنجو قول آهي، جيڪو پير صاحب جي باري ۾ هن سندس سرائڪي ٻوليءَ ۾ چيو هو (جو مير صاحب سرائڪي ٻولي ڳالهائيندو هو.) اهو قول ماڻهو ورجائيندا آيا آهن، repeat ٿيندو آيو آهي. چيائين تہ **”پٽ تہ پير علي گوهر دا، جو سرڪار ڏونهين هٿن دا زور لا چوڙيا تہ بہ ڪجهہ نہ ڪر سگهئي.“**

جيڪڏهن سمجهجي تہ مير مير صاحب اهو هڪڙي قسم جو complement ڏنو پير صاحب جن کي. (”ڏونهين هٿن“ مان هڪڙو هٿ انگريز جو هو ۽ ٻيو هٿ مير صاحب ۽ جهڙس ٻين ديسي ڪاردن جو هو.) تنهنجي معنيٰ تہ مير صاحب کي خود بہ احساس هو (تہ پير صاحب جي ڇا حيثيت هئي ۽ انگريز ۽ مير گڏجي بہ ڪجهہ ڪري نہ سگهيا. هوڏانهن پير صاحب انگريزن ڏانهن سختيءَ وارو رويو رکيو. سختيءَ جي معنيٰ ڇا تہ هاڻي ملڪي رعيت جا ماڻهو هئا، انگريز کي ڇا ٿي ڪري سگهيا، پر جيڪڏهن چئجي تہ انگريز جي هر صحيح توڙي غلط ڳالهہ تي واهہ واهہ ڪندو ماڻهو ٻوڙندو اچي، ائين ڪونہ ٿيو. يعني تہ سر تسليم خم نہ ڪيائون، آڏ نہ مڃيائون. ۽ تمام وڏي پيماني تي پنهنجي پاڻ کي ۽ پنهنجي اصولن کي assert ڪيائون. ان جو هڪڙو مثال ڏجي تہ روهڙيءَ واري پل (جنهن کي پاڻ لئنسڊائون برج ٿا چئون) اها جڏهن نهي تيار ٿي تہ هڪ وڏو فنڪشن ٿيو. ۱۸۸۹ع جي ڳالهہ آهي. اهو ڀريون وڏو پبلڪ فنڪشن هو جنهن ۾ عام سنڌي ماڻهو بہ گهرايا ويا. هئي نموني سان چئبو تہ اپر ۽ لوئر سنڌ جي عوامي سنڌي مسلم جنتري آئي. انهيءَ فنڪشن ۾ (چڙ تہ) انگريز آزمودو ٿي ورتو تہ هتان جا ماڻهو اسان جي ريتن رسمن سان ڪيترو متفق ٿا ٿين. جو جو افتتاح جيڪو ٿيو انهيءَ ۾ ڀريائين شروعاتي ميزن تي شراب جون بوتلون ۽ گلاس رکيائون تہ جيئن سڀڪو ماڻهو ڀريائين سرڪ پري ۽ پوءِ ٻيون ڳالهيون ٿين. انهيءَ تي پير حزب الله شاهہ صاحب جن اٿيا ۽ اٿي تقرير ڪيائون تہ ”هيءُ ملڪ اسان جو آهي ۽ اسان مسلمان آهيون. اوهان کي اها سچي خبر آهي تہ اسين شراب پيئندا تہ ناهيون پر شراب پيئندڙن سان گڏ ويهندا بہ ناهيون جو اسان کي پنهنجي شريعت جي لحاظ

کان اهڙو حڪم آهي. اسان کي هتي گهرائي، هتي اڳيان ويهاري، اوهان هيءُ شراب آڏي اسان جي اڳيان رکيو آهي. اها اوهان اسان جي بي عزتي ڪئي آهي." ائين چئي اهو گلاس اڇلايائون جيڪو ڀڃي پرزا پرزا ٿي پيو. انگريز هوشيار ماڻهو هو سو ان وقت اهي شراب ۽ اهي گلاس اتان کڻائي ورتائون. اها پهرئين ڪلئي طريقي سان انگريزن جي مخالفت ٿي (جيئن چئجي ته پريل ڪچهريءَ ۾). انگريز کي جڻ ته ٻڌايائون ته اسلامي سلسلي کي نقصان پهچائڻ نه ڏبو ۽ ڪا ڳالهه غير شرعي هوندي ته ان جي مخالفت ڪرڻ کان نڪي ڪيٻائبو نڪي هيسبو.

(انگريز وڏي متڪبر ۽ هنيلي قوم هئي ۽ اجان به سندن حال اهوئي آهي. ان وقت به بادشاهت انهن جي هئي، هينئر بادشاهت نه اٿن ته به لچڻ ساڳيا اٿن. ٻين جي تهذيب تمدن ۽ اخلاقي قدرن ڏانهن هو حساس sensitive نا ه ن. مثال اسان وٽ (بروناءِ هڪ مسلمان ملڪ آهي جتي شراب ممنوع آهي) آفيس ۾ ڪيڪ ناهي ڪٽي ايندا اسان کي ڪارائڻ لاءِ. اوهان چوندؤ ته ڪيڏا نه چڱا ماڻهو آهن، ڪيڪ ڪٽي آيا آهن اسان لاءِ! پر اسان پنهنجي سادگيءَ ۾ ڪائڻ پڇي وٺنداسون ته هيءُ ڪيڪ ڇاجو ناهيو اٿو؟ جواب ملندو ته شيري مان. هاڻي پاڻ مسلمانن کي اها کهڙي خبر ته شيري بلي کهڙي بلا جو نالو آهي. ٻئي ڪنهن کان پڇندؤ ته اها شيري هڪڙي بلا آهي؟ چوندو: وائن. يعني ڪيڪ کي وڏيڪ لذيذ ڪرڻ لاءِ ان ۾ هلندي هلندي شيري جو وائن (شراب) وجهي ڇڏيندا، جيئن پاڻ چانور پچائي آخر ۾ کير جو ڇڱ وجهي ڇڏيونس ته ڪيرٽي نهي پوي. تيئن هيءُ معصوم ڪيڪ شراب مان ناهي اسان مسلمانن جي کائڻ لاءِ آڏي وچ تي رکن. خبر به اٿن ته اسين باقي ٻيا جيڪي به آهيون سي سڀ مسلمان آهيون. پر اهڙو رويو رکندا جڻ ته جيڪي ماڻهو شيري مان نهيل ڪيڪ نٿا کائين سي تهذيب کان پرانهين ڪنهن غار ۾ رهڻ وارا هوندا. ٻڌائبن به ته نه رڳو اهو جو اسين اوهان جو هيءُ ڪيڪ نٿا کائي سگهون: پر آئندي اوهان جي آندل کابہ شيءِ کائي نه سگهنداسون، پلي بظاهر ڪيتري معصوم ۽ پاڪ لڳي. پر هٽ ايڏو جو ڪونہ چوندا ته اسان کي افسوس آهي جو اهڙي غلطي يا غلط فهميءَ پيدا ٿي. الٽو منهن سڃائي پاڻ ۾ چوندا ته هھڙا بيوقوف ڪي ٻيا جي هھڙي نعمت کان محروم رهجي ويا آهن. اهو لقاءُ اڄ اسان ويهين صديءَ جي آخر ۾ ڏسون پيا.)





بهرحال لئنسدائون پل جي افتتاح واري محفل اڄ کان هڪ سؤ ورهيه اڳ ٿي هئي. ۽ هن محفل ۾ ته بمبئي پريزيڊنسيءَ جو گورنر به آيل هو. جيڪڏهن اڄ کان هڪ سؤ ورهيه اڳ هڪ غيرتمند مسلمان پنهنجي بي عزتي ان ڳالهه ۾ ٿي سمجهي ته سندس آڏو شراب رکيو ويو هو ته ان وقت جو هر هڪ انگريز حاڪم پنهنجي بي عزتي ان ڳالهه ۾ سمجهندو هو ته رعيت مان ڪو ماڻهو اٿي ڪليو ڪلايو ڪيس ائين چوي جيئن پير صاحب حزب الله شاهه چيو هو. هيڏو هٽ خدا جي ڊرتيءَ تي! انگريز ان وقت ته سامهون ٿي ڪونہ ڳالهايو، ۽ شراب ۽ گلاس کڻائي ورتا ڇو جو اهو هنن جي روايت جي خلاف هو ته سامهون ٿي، ماڻهن جي نظرن جي آڏو، ڏڪ هڻجي، ايتري سمجهه هنن کي هئي ڇو جو ان وقت انگريز جيڪڏهن سامهون ٿي ڪجهه چئي ها ته پورو ملڪ مسلمانن جو هو ان ۾ وڏي بغاوت برپا ٿي وڃي ها. انگريز چڱي طرح ڄاڻندا هئا ته ڪيئن "ڏڪ پچائي وير وٺجي." انگريز جي نقطهٔ نظر کان اهو ڏڪ ڪو وسرڻ جهڙو ته ڪونہ هو. ان ڪري اهو ٿي نٿو سگهي ته انگريزن ان ڳالهه جو وير نه ورتو هجيِ. جيستائين وير نه وٺن تيستائين هنن جي اندر جي باهه ڪٿي ٿي ٺري. ان واقعي کان پوءِ ڇا ٿيو هوندو، ۽ ڪيئن ٿيو هوندو ان جي اندر جي خبر اسان کي اجان ته ڪانهي ڪا. جيستائين انگريز جي پنهنجي لکت ان باري ۾ اسان کي هٿ نه اچي- پر اسان کي اها خبر آهي ته انهيءَ سال جي اندر ئي پير حزب الله شاهه صاحب کي ڪاٽي ۾ زهر ڏنو ويو جنهن سان سندن شهادت ٿي. ظاهر آهي ته زهر ته درگاهه تي ئي پهتو هوندو ۽ بظاهر گهٽگهرن جي هٿان ئي پهتو هوندو.)

لئنسدائون واري ان واقعي کان سواءِ پير حزب الله شاهه صاحب جو وڏو ڪارنامو، پڳاڙيءَ وارو، جيڪو آهي سو اهو آهي ته ترڪيءَ جي سلطان عبدالحميد ثانيءَ کي خط لکيائون. ان ۾ لفظ جيڪي لکيا اٿن ته انگريز هتي قبضو ڪري جيڪو طور طريقو هلايوآهي سو اسلامي شريعت جي خلاف آهي ۽ اهو تمام ضروري آهي ته اسلامي دنيا ۾ بنيادي سطح تي هن ڳالهه جو تدارڪ ڪيو وڃي. اصل خط فارسي زبان ۾ آهي. سندن سياسي بصيرت مان پاڻ اهو چڱي طرح سمجهي ويا هئا ته انگريزن جي هيڏي وڏي طاقت کي، ڪنهن ٻاهرين وڏي طاقت جي مدد ۽ معاونت کان سواءِ ملڪ مان هٽائڻ مشڪل ٿيندو. خط ۾ لکيائون ته:

”هن وقت جڏهن هندوستان چوڌاري ــ دين نصارن جي قبضي ۾ اچي ويو آهي، تڏهن دين ۽ ايمان مٿجي غلط سلط ٿي چڪا آهن، بگهڙ ڍڳ جا رکوال آهن، شريف ۽ رذيل ٻنهي کي هڪجهڙو سمجهيو وڃي ٿو. هندو زوران زور آهن ته مسلمان ڪمزور آهن. مفلسي گهٽجي ۽ بي حد ته سرڪاري مطالبا وڌان وڌ. . . اهي (ڪرستان حاڪم ۽ سندن ڏيهي پوئلڳ) صليب جي نشان کي ايمان جي تعويذ کان وڌيڪ اثرائتو ٿا سمجهن ۽ ناقوس جي آواز کي آذان ڪري پائين ٿا. . . نه حڪمرانن کي رعيت جي تباهيءَ تي غور ته نه وري رعيت جي هٿ ڪرائيءَ ۾ زور. هڪ طرف زراعت بي برڪت ته ٻئي طرف ڍل وصول ڪندڙن جي ڪثرت. باوجود انهيءَ جي، قلم ۽ زبانون، انگريزن ۽ سندن طرفدارن تابعن ۽ نوابن جا ٻول ٻولي رهيا آهن ۽ ڳڻ ڳائي رهيا آهن.“

پير حزب الله شاهه صاحب جيڪي ترڪيءَ جي سلطان کي لکيو، اهو سنئون سڌو حملو هو انگريز جي حڪومت تي. انگريزن گهڻي ڪوشش ڪئي هوندي ته ڪنهن نموني انهيءَ شينهن کي هٿ- وس ڪجي، پر پنهنجي ارادن ۾ ڪامياب نه ٿيا. جيتوڻيڪ ترڪيءَ جو سلطان ان وقت پاڻ يورپ جي دشمنن جي وڪڙ ۾ گهيريل هو، ۽ ڪنهن ٻاهرين مسلمان قوم جي مدد نٿي ڪري سگهيو. پر حزب الله شاهه صاحب جو ويچار ان طرف ويو ۽ اهڙو خط لکيائين. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته پير صاحب جن وڏي حڪمت عمليءَ کان ڪم وٺندا هئا ۽ سندن پورو خيال اهو هو ته جهاد جي لاءِ هر وقت تيار رهجي ۽ وقت اچڻ تي انگريزن جي خلاف جهاد ڪجي.

اهي ته ٿيون انگريزن سان سندن چڪتاڻ جون ڳالهيون، پر پنهنجي جماعت کي جهڙيءَ حڪمت عمليءَ سان منظم ڪيائون، اها ڳالهه وري اجان ئي ٻي آهي. ان جو ذڪر ٻه اچي چڪو آهي ته ڪيئن چوکين جو سلسلو شروع ٿيو ۽ ڪيئن جماعت ۾ يڪجهتي ۽ ٻڌي پيدا ٿي. اهي ڳالهيون پير صاحب پاڻ شروع ڪيون پر هو فرق وارو جيڪو سلسلو پيدا ٿيو سو مريدن پاڻ شروع ڪيو. بنياد ته ان جو عقيدت ۽ احترام تي ٻڌل هو، پر ان ۾ گهٽو ڊپ هو ته ماڻهو چئي مان نڪري وڃن ۽ گمراهيءَ ۾ ڪاهي پون. ان ڪري پير صاحب ان سلسلي کي رد ڪيو ۽ ان کي گهٽ ڪرڻ يا هٿ-وس ڪرڻ جون ڪوششون ڪيائون، پر ان کي پاڙئون پٽي





ناس نه ڪيائون. وري ترڪيءَ جي سلطان کي سندن خط لکڻ انهن سلسلن مان ظاهر ٿو ٿئي ته پير صاحب جن جو پورو خيال ۽ مقصد اهو هو ته جهاد لاءِ هر وقت تيار رهجي ۽ وقت اچڻ تي انگريزن جي خلاف جهاد ڪجي. انگريزن کي ٻه منجهائن هر وقت اهو خطرو محسوس ٿيندو هو. ان ڪري مٿن ڪڏهن ڪهڙيون پابنديون وجهندا هئا ته ڪڏهن ڪهڙيون. پاڻ جڏهن اوچتو ١٨٩٠ع ۾ گذاري ويا ته اهي سڀ ڳالهيون اچي پونيرن جي مٿان پيون.